ڊاڪٽر گل حسن لغاري

# انسان ، زبان ۾ ئي مَخفي آهي

انسان جا هُنر ۽ عَيب ، ايستائين لڪل آهن، جيستائين هوخاموش آهي. جڏهن بہ انسان زبان کولي ٿو تہ سندس لياقت ، هنر ، سمجهہ ، سوچ ۽ فڪر جي لاڙي جي خبر پوي ٿي. چوڻي آهي تہ: ” زبان آهي تہ ننڍڙي ، پر آهي وِهہ جي ڳنڍڙي “ زبان ئي آهي، جيڪا ڪٽ تي ويهاري يا پَٽ تي. انهيءَ مان اها مُراد آهي تہ، انسان جون سموريون صلاحيتون ، زبان ۾ پوشيده ، مخفي يا لڪل آهن. سُهڻي ، وڻندڙ، شيرين ۽ مِناس واري زبان، نيڪ بختي ۽ خوش اخلاقي جي نشاني آهي ۽ خود اِنسان ، زبان ۾ سمايل آهي.

مشهور حديث آهي تہ: اَلمَرءُ مَخبُوء تَحت لِسانه: يعني ـ اِنسان زبان هيٺ لِڪل راز ظاهر ٿين ٿا. مولانا روميؒ مثال ڏيئي سمجهائي ٿو تہ:

آدمي مَخفي است دَر زيرِ زبان
اين زبان پرده اَست بَر درگاهِ جان
چونکہ بادي پرده را درهم ڪشيده
سِرِ صحنِ خان شُد بَر ما پَديد

يعني: اِنسان جو راز زبان ۾ لڪل آهي ۽ اها زبان انسان جي باطني ۽ روحاني حال جو پردو آهي. جڏهن بہ هوا ، پرده کي هٽائي ٿي تہ گهر جي اڱڻ جو راز ، اسان تي ظاهر ٿئي ٿو.

زبان ۾ جيتريقدر فضيلتون آهن، اوتريقدر اُن ۾ نقصان بہ آهن . اُن ڪري فضيلتن کي ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ۽ زبان جي زيان کان بچڻ گهرجي. اِنسان جي اندر ۾ هڪ وڏو راز سمايل آهي، پر گهڻي ڳالهائڻ سان اُهو ضايع ٿيو وڃي، مولانا روميؒ فرمائي ٿو:

اين سُخن در سينہ دَخل مغزها ست
در خموشي مغز جان را صد نُما ست
چون بيامد بَر زبان شُد خرج مَغز
خرج ڪم ڪُن تا بماند مَغز نَغز

يعني: اهو سخن يا ڳالهائڻ اندر ۾ مَغز جو سرمايو آهي، خاموشيءَ ۾ اهو مَغز جو سرمايو، روح کي سوين نموني سان ظاهر ڪري ٿو. پر جڏهن اهو باطني سرمايو زبان تي اچي ٿو تہ اهو مَغز، خرچ ٿيو وڃي، ان ڪري ، مَغز جي انهيءَ روحاني سرمايئي کي بچائڻ لاءِ گهٽ ڳالهائڻ گهرجي تہ جيئڻ اهو لطيف مَغز ، سهڻو ۽ نيڪ رهي.

اهوئي سبب آهي جو خاموشيءَ کي ، عقلمنديءَ جي نشاني چيو ويجي ٿو، اجايو ڳالهائڻ،خوامخواه بحث ڪرڻ ، بيسود آهي. خاموشيءَ لاءِ مولانا روميﷺ چئي ٿو:

خاموشي بحر ست و گفتن همچو جُوي
بحر مي جُويد تُرا جُو را مجوي

يعني : خاموشي سمنڊ آهي ۽ ڳالهائڻ نديءَ جي مثال آهي. سمنڊ ، تنهنجي تلاش ۾ آهي ۽ تون ، نديءَ کي نہ ڳول. زبان جو هڪ لفظ بہ دنيا کي ويران ڪري ڇڏي ٿو ۽ ساڳي زبان مان نڪتل لفظ ، مُرده دلين کي زنده ڪري سگهي ٿو. مولانا روميﷺ چئي ٿو:

عالمي را يک سُخن ويران کُنَد
روُبهان خفتہ را شيران کُنَد

يعني : زبان مان نڪتل هڪ لفظ ، دنيا کي ويران ڪري سگهي ٿو، تہ سُتل گِدڙن کي شير بہ بنائي سگهي ٿو.

بيشڪ ، زبان مان نڪتل لفظ ، ٻيهر هٿ ڪري نٿو سگهجي ۽ اِهو ائين آهي جيئن ڪمان مان تير نڪتو هجي. جهڙي ريت ڪمان مان نڪتل تير واپس نٿو اچي سگهي ، اهڙي ريت ، زبان مان نڪتل لفظ ، واپس ٿي نہ سگهندو . مولانا روميﷺ فرمائي ٿو:

نکتہ اي کان جَست ناگہ از زبان
همچو تيري دان کہ جَست آن از کمان

يعني : اهو نڪتو جيڪو ، اوچتو زبان مان نڪري ويو ، ان کي تير ڪمان ڪري سمجهہ ، جيڪو ڪمان مان نڪتو هجي.

اڳتي هلي مولانا روميﷺ زبان ۽ وات کي پٿر ۽ لوهہ سان تشبيهہ ڏيئي فرمائي ٿو:

اين زبان چون سنگ و فَم آهنش وش است
و آنچہ بجهد از زبان آن آتش است
سنگ و آهن را مزن برهم گزاف
گہ روي نقل و گہ از روي راف
زا نکہ تاريک است و هر سو پنبہ زار
درميانِ پنبہ چون باشد شرار

يعني : هيءُ زبان، پٿر جي مثل آهيءِ وات، لوه جي مثال آهي، جو ڪجهه بہ زبان مان نڪتو ، سو باهہ آهي.

پٿر ۽ لوهہ کي پاڻ ۾ گهٽو گهَڻَ نہ گهرجي : پوءِ چاهي اُهي نقل ۽ ڪهاڻيون هجن يا ٻَڌاڪ ۽ لباڙ هجي؛

ڇو تہ اونداهي آهي ۽ هر طرف ڪپهہ پکڙيل آهي ۽ ڪپهہ جي درميان باهہ جا شعلا آهن ، جيڪي ڪنهن بہ وقت پڙڪي سگهن ٿا.

انهيءَ مان معلوم ٿيو تہ ، زبان کي ضابطي ۾ رکڻ سان ئي امن ۽ سلامتيءَ جو رستو اختيار ڪري سگهجي ٿو انسان جو سمورو راز زبان ۾ ئي سمايل آهي.

مولانا روميﷺ زبان جي حقيقت، ان جي اندوهہ وغم حيلہ سازي ، وڇوڙي ۽ دوستيءَ متعلق فرمائي ٿو:

اي زبان تو بس زياني مر مرا
چون تُو اي گو يا چہ گويم من تُرا
اي زبان هم آتش و هم خرمني
چند اين آتش درين خرمن زني
اي زبان هم گنج بي پايان تُو اي
اي زبان هم رنج بي درمان تُو اي
هم صغير خُد عهء مرغان تو اي
هم انيس و حشتِ هجران تُو اي.

يعني : اي زبان ! تون ئي منهنجو بي حساب زبان ڪندڙ آهين ۽ بس . جڏهن تہ تون ئي گفتار ڪندڙ آهين تہ آئون ، توکي ڇا چوان ؟

اي زبان! تون ئي ڪٽڪ جي ڪري ۽ باهہ جي مثل آهين ڪيستائين ان گري ۾ باهہ لڳائندي رهندين؟

اي زبان! تون پڻ بيحد و حساب خزانو آهين ـ

اي زبان! تون پڻ درد ۽ بي علاج آزار آهين ـ

(اي زبان) تون ئي پکين جو حيلہ ساز ۽ فريفتہ آواز آهين ۽ تون ئي فراق ۽ وڇوڙي جي ماريل اِنسان جي دوست آهين!!!